

اُٿي جاڳ جلال چوي
صوفي جلال فقير ٽالپر جو ڪلام
سهيڙيندڙ: خادم جلالي

اتي جاڳ

# جلال چوي

صوفي جلال فقير ٽالپر جو ڪلام
(سنڌي ، سرائڪي ۽ ٽري ٻولين ۾)

سهيڙيندڙ : خادم جلالي

جيجل پبليڪيشن ٽالپر وڏا

## جيجل پبليڪيشن جو پنجون ڪتاب

(هن ڪتاب جا سڀ حق واسطا سهيڙيندڙ وٽ محفوظ)


ڪتاب جو نالو : اتي جاڳ جلال چوي .

موضوع : صوفي جلال فقيرتالپر جو ڪلام .

سهيڙيندڙ: خادم جلالي .

ڇاپو : پهريون . سال 2016 ع

ڳاڻيٽو: 500

ڪمپوزنگ: خادم جلالي

(عرفان ڪمپوزنگ سينٽر تالپر وڏا .)

ٽائيٽل ڪلر سيپريشن: نذير حسين تالپر.

ڇپائيندڙ: جيجل پبليڪيشن تالپر وڏا .

قيمت : ................ روپيه



ملڻ جو هنڌ : خادم جلالي

جيجل پبليڪيشن تالپر وڏا ،

وايه ڪنب ، ضلع خير پور ميرس .

Email: ***irfanali.asjad@gmail.com***

جلال جن جاڳي ڏٺو، پاڙيچي جو پار،
نُــوَرٌ عَلٰيٰ نُوُرٍ جو، تن اندر ٿيو انوار،
اَلْعِشقُ نَاُرٌ نينهن ۾، نانگا ٿيا نروار،
پاڻئي پاڻ وصال سي، پاڻئي پاڻئون ڌار،
تن وحدت جو وهنوار، انئي پهر الله سان.

# فهرست

# ناشر پاران

جيجل پبليڪيشن جو هي پنجون ڪتاب اوهان جي خدمت ۾ حاضر آهي. جيجل پبليڪيشن سال 1981ع ۾ پنهنجي ڪتابي سلسلي جي شروعات ڪئي. هي پبليڪيشن پنهنجي مدد پاڻ جي بنياد تي پنهنجي وت ۽ ست آهر، چار ڪتاب سنڌي ادب جي ڪيتر ۾ شامل ڪري سگهي آهي .گهڻي معذرت سان چوڻو ٿو پوي تہ جيجل پبليڪيشن ڪن ناگزير حالتن سبب ڪافي عرصي کان پنهنجو سلسليوار قدم اڳتي نہ وڌائي سگهي آهي. حالانڪ هاڻي بہ حالات ايترا سازگار ناهن پر تنهن هوندي بہ ڪتابي سلسلو وري ٻيهر شروع ڪيو ويو آهي. جيئن تہ هن پبليڪيشن جو اهو مول متو آهي تہ اهي ادبي اثاثا جيڪي زماني جي ڪن اڻتر سببن ڪري شايع نہ ٿي سگهيا آهن انهنکي شايع ڪري ادب جي خدمت ڪئي وڃي انهيءَ متي ۽اصول کي ذهن ۾ رکندي هن پيري هند توڙي سنڌ جي جڳ مشهور اهل دل درويش صوفي بزرگ جلال فقير ٽالپر جو سنڌي، سرائڪي ۽ ٽري ٻولين ۾ ڪلام پيش ڪجي ٿو. صوفي جلال فقير ٽالپر پنهنجي ظاهري زندگيءَ جو گهڻو حصو هاڻوڪي وقت جي هندستان جي جوڌپور، جيسلمير جي رياستن ۾ گذاريو؛ تنهنڪري سندس ڪلام جو گهڻو حصو اتي ئي ٿڙي پکڙي ويو آهي باقي ڪو ٿورو حصو هتي هٿ لڳو آهي؛ جنهن لاءِ بہ جاکوڙيندي ڳچ وقت لڳي ويو آهي.

صوفي جلال فقير ٽالپر جو ڪلام اڄڪلھ جي دؤر ۾ بہ سنڌ جي سانگهڙ ضلعي کان ٿر تائين سندس چيلن، ٻالڪن، پريمين ۽

ساڏن سنتن جي ست سنگ ۾ وڏي عزت احترام، عقيدت سان ڳايو ۽ ٻڌو ويندو آهي. جڏهن ته موجوده ڪلام هٿ ڪري وري قلمي نسخن سان ڀيٽ ڪرڻ ۾ به ڪافي وقت لڳي ويو ڇو ته پراڻو ڪلام، صورتخطي جي غلطين، ڪتاب جا ورق ڦاٽي وڃڻ يا اڌوهيءَ جي نذر ٿي وڃڻ ڪري انهن اصل لفظن کي سمجهڻ، پرکڻ ۽ پروڙڻ ۾ به گهڻي ڏکيائي ٿي. جيئن ته صوفي جلال فقير ٽالپر، ڪنڊڙيءَ جي ڪلتارن مان صوفي دريا خان فقير جو طالب هو: تنهنڪري سندس ڪجهه ڪلام انهيءَ درگاهه تي به موجود هيو ۽ سندن مهربانيءَ سان اهو به هن نسخي ۾ شامل ڪيو ويو. اهڙي اهم ڪم لاءِ گهڻو وقت درڪار هو. صوفي جلال فقير جو اجا به گهڻو ڪلام آهي جيڪو مٿي ڄاڻايل هندستان جي رياستن ۾ رهجي ويو آهي، ان حصي کي هٿ ڪرڻ لاءِ به جاکوڙ جاري آهي، جڏهن به هٿ لڳو ته اهو به هن ڪتاب جي نئين ايڊيشن ۾ انشاءَ الله ضرور شامل ڪيو ويندو .

بهر حال "حال حبيبان پيش پريان" جي بنياد تي في الحال ته ايتري ئي مواد تي اڪتفا ڪجي ٿي. پنهنجي دلي محبت، جوش جذبي ۽ لگن سان ڏينهن رات ڪوشش ڪري، هن بزرگ هستيءَ جو ڪلام سهيڙي سموهي ادب جي قدردانن اڳيان پيش ڪجي ٿو. اميد آهي ته هن سموري محنت جي حاصلات کي پڙهڻ، پرجهڻ وارن ۽ راهه حق تي هلڻ وارن لاءِ رهبري سان گڏ ادبي کيتر ۾ به هڪ سنئي سوڪڙي ثابت ٿيندو. ان سان گڏ اسانجن اديبن، محققن ۽ دانشورن وٽ قدردانيءَ جي نگاهه سان ڏٺو ويندو .

خادم جلالي،

جيجل پبليڪيشن ٽالپر وڏا .

# مقدمو

سنڌو ماتري، ذات الاهيءَ جي محبت پري سڳنڌ سان واسيل سرزمين، وقت وقت جي دؤر سان سوين سالڪ سگهڙ، صوفي درويش ۽ ولي اولياءَ پئي پيدا ڪيا آهن. صوفي جلال فقير ٽالپر به اهڙن ئي بزرگ صوفي درويشن منجهان هڪ آهي . هن اهل دل روشن ضمير فقير، اڳوڻي رياست خيرپور ميرس (هاڻوڪي ضلعہ خيرپور) جي ڪوٽڏجي تعلقي جي ڳوٺ ٽالپر وڏا ۾ فقير شير خان ٽالپر ولد نهال خان ٽالپر جي گهر جنم ورتو. هن محبت جي منگتي ڪي عشق الاهيءَ جو فقيري وند ڪندڙيءَ جي ڪلتارن مان صوفي دريا خان فقير ڪان عطا ٿيو . صوفي جلال فقير ٽالپر ڪافي وقت سندن صحبت، محبت ۽ خدمت ۾ رهي روحاني فيض حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ پنهنجي روحاني رهبر، مرشد هادي جي هدايت ۽ منشا مطابق جوڌپور، جيسلمير رياستن ڏانهن سفر ڪيو . صوفي جلال فقير، جيسلمير جي ڏائيسر نالي ڳوٺ ۾ پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو گذاريو. مٿين ٻنهين رياستن جي راجائن سندس فقيري منصب جي مڃتا ۾ ڪين پنهنجين رياستن طرفان نذراني طور پروانا ڏنا، جيڪي اجا به سندن پوين وٽ محفوظ آهن . انهن پروانن مان هڪ پروانو ٽامي جي تختيءَ تي اڪيريل هو جيڪو وقت جي لوڏن لمن جي نذر ٿي ويو، باقي ڪاغذ تي لکيل پروانا اجا به موجود آهن. جوڌپور جيسلمير جي رياستن ۾ صوفي جلال فقير جي نالي سان اڄ به ڪيترائي آستانا موجود آهن، جن مان جلال فقير جي ترائي، جيسلمير جي ريلوي اسٽيشن جي پر سان، جلال فقير جو ڪيٺ (زرعي آباد ٿيندڙ زمين) ۽ جلال فقير جو باغ قابل ذڪر آهن .

ڪافي عرصو گذرڻ بعد سندس عزيز مائٽ ڪيس وري واپس پنهنجي اباڻي ڳوٺ ٽالپر وڏا ۾ وٺي آيا . فقير سائين جن پنهنجي ڳوٺ واپس اچڻ ڪان پوءِ بہ وقت وقت سان انهن رياستن ڏانهن سفر ڪري پنهنجي روحاني اولاد ڪي سنڀاليندا رهيا پر جيئن تہ هر آتما ڪي هي فاني جسم ۽ فاني سنسار ڇڏي امر نگر وڃڻو آهي، صوفي جلال فقير بہ ان سفر جي تياري وٺندي، پنهنجي فرزند ۽ طالب صوفي مير محمّد فقير ٽالپر ڪي آخري آشرم جوڙائڻ جو حڪم صادر فرمايو . جڏهن جاءِ جڙي راس ٿي تہ پاڻ گهر ڪان نڪري اچي ان جاءِ جو معائنو ڪيو . پنهنجي لاءِ ٺاهيل مزار تي دعا پڙهڻ ڪانپوءِ پاڻ ان جاءِ جي در تي 14- محرم الحرام1329 هجري جو سن سنبت لکرايو . الله سائين جي قدرت جو ڪرشمو آهي، هي اها ئي تاريخ هئي جنهن تاريخ تي فقير سائين جن پنهنجو خاڪي جامو تبديل ڪري پنهنجي جوڙايل جاءِ ۾ اچي ابدي آرا مي ٿيا . فقير سائين جن هن ظاهري دنيا ۾ هڪ سؤ سال ڪان ٻارنهن سال وڌيڪ حياتي ماڻي ؛ جنهن مطابق سندن ڄم جي تاريخ 14 — محرم الحرام 1217 هجري ليکي ويندي.

صوفي جلال فقير جي گهڻين خوبين ۽ خصوصيتن مان بہ خاص خوبيون قابل ذڪر آهن تہ ان پنهنجي ايتري ساري عمر ۾ ڪنهن بہ جاندار (اٺ، گهوڙو، گڏهہ، ڏاند ڍڳو وغيره) تي سواري نہ ڪئي هر وقت پيرين پيادو سفر ڪيو .فقير سائين جي ٻي خوبي اها هئي تہ راجائن جي زور ڀرڻ جي باوجود بہ انهن ڪان ڪنهن بہ قسم جو ڪو تحفو يا شاهي انعام اڪرام نہ قبوليو ۽ نہ وري پنهنجن مريدن طالبن ڪان ڪي نذرانہ طلب ڪيا. پنهنجي وڏي ساري زندگيءَ ۾، جيسلمير رياست مان پنهنجي گهر لاءِ پٿر جو هڪ جنڊ آندو هو ؛

جنهن لاءِ سندس چوڻ هو تہ هن جنڊ ۾ پينل اٿو پڇائيندا يا ڪنهن ٻي اٿي سان ملائيندا تہ ان اٿي ۾ ڪا بہ کوٽ نہ ايندي . هن جنڊ ۾ ڏارو ڏري جنهن بہ بيمار کي رب ٿاهي ڏيندا تہ ان کي شفا ملندي .

راجستان جي مٿين رياستن ۾ ڪيترا ئي ماڻهو، فقير جا معتقد مريد ٿيا . جن جي اولاد مان اجا بہ ڪيترائي مريد نہ رڳو مٿين رياستن ۾ موجود آهن. پر سنڌ واديءَ ۾ اڄ بہ سندس گاديءَ جا هزارين پرستار، پريمي، سنت ساڌو، چيلا ۽ محبتي ماڻهو موجود باوجود، سربسجود آهن . صوفي جلال فقير ٽالپر جي فقيري مسلڪ جي گادي سلسليوار هلندي پئي اچي. صوفي جلال فقير ڪانپوءِ سندس سدا سالڪ فرزند صوفي مير محمّد فقير گادي نشين ٿيو . ان فقير جي برقعہ پوشي ڪانپوءِ مير محمّد فقير جي وڏي فرزند، عاشق الستي مست ميثاقي، صوفي علي محمّد فقير ٽالپر ساڳيوئي فقيري مسلڪ سنڀاليو. صوفي علي محمّد فقير ٽالپر جي صوفياڻي شاعري جي مجموعي "رتن امول" جيڪو سنڌي، سرائڪي، اردو ۽ هندي ڪلام تي مشتمل آهي، ادبي توڙي فقيري حلقن ۾ تمام گهڻي پذيرائي حاصل ڪئي. سندن ڪلام "مئن صوفي هون سرمستا، ميرا کون پڇاڻي رستا" ۽ "سهڻي يار سڄڻ دي سانگي، قران مست فقيران وانگي" سُجاڻ ٻڌجي ويا. صوفي علي محمّد فقير ٽالپر جي رحلت کان بعد سندس ٻيو نمبر فرزند، صوفي امير حسين فقير ساڳي گاديءَ تي براجمان ٿيو.

صوفي جلال فقير جي صوفياڻي شاعري سنڌي، سرائڪي ۽ نيٺ جيسلميري ٻولين ۾ آهي . صوفي جلال فقير سائين گهڻو عرصو پنهنجي ڳوٺ کان ٻاهر، جيسلمير، جوڌپور ۽

سنڌ جي ٿر ۽ لاڙ جي علائقن ۾ گذاريو؛ تنهنڪري سندس گهڻي شاعري انهن علائقن جي ٻولي ۾ آهي. ساڳي طرح سندس گهڻي شاعري نہ ملي سگهڻ جو بہ اهوئي وڏو ڪارڻ آهي تہ سندس شاعري راجستان جي رياستن ۾ رهجي وئي يا وقت جي ور چڙهي وئي ؛ جنهن جو ڪو بہ پتو نہ لڳي سگهيو آهي. اهڙي طرح گم ٿيل شاعريءَ جو ملڻ نا ممڪن نہ سهي تڏهن بہ ڏاڍو مشڪل پيو نظر اچي . بهر حال، اسان جي ڪوشش جاري رهندي . هن وقت تائين، فقير جي جيتري بہ شاعري هٿ آئي آهي ان جي اڀياس سان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ صوفي جلال فقير ٽالپر نہ رڳو مختلف ٻولين جي يا شاعري جي ڄاڻ رکندڙ هو پر فقيري رمزن، وحدانيت ۽ ويدانيت واري وات جي پڻ پوري پروڙ رکندڙ ڪامل درويش هو. سندس ڪلام ۾ ڪيئي اونهان اشارا ۽ وڏيون روحاني رمزون سمايل آهن . جن ڪي انهيءَ منزل تي پهتل ڪو ڪامل درويش ئي سمجهي سگهي ٿو . اهڙين ٻاڻين مان فقير صاحب جي هڪ ٻاڻيءَ جو منڍ پيش ڪجي ٿو :

گونگي گايا مڙهي ارٿايا، ٻوڙي هٽي نج ٻاٽي،
پڙيا بيد تو پاپي باڇي، انتر بيد نرواٽي.

جنهن جي لفظي معنيٰ ٿيندي تہ هڪ گونگي ماڻهوءَ راڳ ڳايو؛ جنهن جو مطلب يا مقصد وري هڪ مئل ماڻهوءَ سمجهايو ۽ هڪ ٻوڙي ماڻهوءَ اها ساري حقيقت ويهي ٻڌي. اڪرن ۾ لکيل ويد پراڻ ڪتاب تہ هرڪو ئي گنهگار، پاپي ماڻهو بہ پڙهي، واچي سگهي ٿو پر انسان جي اندر ۾ جيڪو ڪتاب رکيل آهي ان ڪتاب جو اڀياس، مطالعو ڪو نرواڻ چڙهيل ( چوٽڪارو حاصل ڪيل اهل دل درويش ) ڪامل

درويش ئي ڪري سگهي ٿو . ڪنهن عام شخص جي مجال ناهي جو اهڙو ڪتاب پڙهي پرجهي سگهي !

فقير صاحب بي به اهڙي واٽي ۾ چوي ٿو ته :

بيد ڪتيب سون بات نياري، هريجن ڪرو بچار،
پوت پرٽيو پتا ڪنوارو، ماتا اڪن ڪنوار.

مطلب هيءَ ڳالهه عام ويدن ڪتابن کان علحدي آهي (ويدن ڪتابن ۾ به چٽي طرح ڪولي سمجهائي نه وئي آهي) اي گر مرشد وارؤ !! اي الله وارؤ، درويشؤ !! انهيءَ ڳالهه تي ڪو غور ويچار ڪيو . پٽ ته پرٽيو آهي پر سندس پيءُ اڃا ڪنوارو آهي ۽ سندس ماءُ به اڃا ڪنهن جي ڪنوار ناهي ٿي.

ساڳي واٽيءَ ۾ اڳتي فقير صاحب چويٿو:

سوا لاک رو گهڻو پهري، لاڏي ڪري شڻگهار،
هٿان بنان اڪ تال بجاوي، پڳان بنان اڪ ناچي نار.

هڪ ڪنوار سوا لک جا ڳهه ڳنا پائي هار سينگار ڪيو آهي ۽ هٿن پيرن نه هوندي به تاڙيون پئي وڄائي ۽ پيرن نه هجڻ جي باوجود ناچ پئي نچي . (اي گر مرشد وارؤ انهيءَ ڳالهه تي غور ويچار ڪيو).

اهڙي طرح، سنڌي ٻولي ۾ به صوفي جلال فقير جا اهڙا ئي عجيب بيت ملن ٿا جن کي پڙهڻ سان عقل دنگ رهجي ٿو وڃي . سندس اهڙو هڪ سنڌي بيت عرض رکجي ٿو :

اکين ڏٺيون ڪين ڪي، ڪنن ڪين سيون،
پيـر نـہ رڪـن پٽ تـي، پيدا ڪيئن ٿيون ؟!
جـيئريون آهـن جهان ۾، مرن ڪين ميون،
سورنهن ڄٽيون جلال چوي، ڏسيو ڪير هيون ؟!

صوفي جلال فقير پنهنجي دم اسم، ذڪر فڪر جي ڪاهڻ جي حقيقت بہ هڪ حيرت ڀرئي روپ ۾ بيان ٿو ڪري :

ساس نہ ماس ايوا ميرا گهوڙا، ڪرون سواري گهڙي گهڙي،
ست ڪـا سستر، فوج سبڌ ڪي، اگم محل ۾ جاءِ لڙي.

اهڙي گهوڙي تي منهنجي دم دم سواري آهي جنهن کي هڏ، چم ۽ ماس تہ آهيئي ڪونہ .نہ وري ڪو سا هہ ئي اٿس .سچائي، توڪل ۽ تقويٰ جا هٿيار ڪٽي مرشد پاڪ جي ٻڌايل ذڪر جي لفظن واري فوج وٺي، اگم محل، لا حد واري حد تي مون حملو ڪري ڏنو آهي .

جڏهن تہ محبوب جي اچڻ جو، محبوب جي ملاقات جو انتظار اوسيئڙو هر عاشق جو اولين عمل رهيو آهي . صوفي جلال فقير بہ دم دم هر قدم تي پنهنجي حقيقي محبوب جو تمام گهڻي بيچيني ۽ سان انتظار ڪندي چويٿو :

سانـوريـو ڪـڏ آوي ري، سانوريو ڪڏ آوي ري .
ڀئي اداسي بهت پياسي، بره پيتر نهين ماوي ري .

محبوب سان دل لڳي وڃڻ ڪانپوءِ پنهنجي بيوسيءَ جي دانهن ٿو ڪري :

ايسي لگن منا لاگي ري، ايسي لگن منا لاگي ري .
ستگر ڏيني مين گره ليني، ٻست امولڪ ساڳي ري .
دنيا سوتي ڪري بگوتي، رين ساري هون جاڳي ري .

ساڳي نموني هڪڙي واٽي جي ٻن مصرائن ۾ چويٿو :

- ڪاگ اڏاوتي سڳن ٻولاوتي، پيا ملن ڪڏ آسي ري .
- سيجان سوتي نندران ۾ روتي، پيا ڪڏ آڻ جڳاسي ري .

جڏهن جلال فقير ڪي پنهنجي حقيقي محبوب ڪانسواءِ ننڊ نہ ٿي اچي ۽ ڪيس ڪائڻ پيئڻ نٿو وڻي تہ ان جو اظهار هن ريت ڪري ٿو :

پيا ڪڏ آسي همارو ري، پيا ڪڏ آسي همارو ري .
ڏان ني پاوي نندرا ني آوي، سوئي لاڳي جڳ ڪارو ري .
ڪو اڪ جاوي پيا لي آوي، پرديس رهيو جاءِ نيارو ري .

صوفي جلال فقير بہ پنهنجن مرشدن ڪنڊڙي جي ڪلتارن، سچل سرمست درازي ۽ ٻين درويشن وانگر الله تعاليٰ جي ذات حقيقي سان سچي ۽ بي لوث محبت جو قائل آهي . زماني ڪي ڏيکاءَ واري، ڪنهن مُلي مروڙي يا برهمڻ واري مطلبي محبت نٿو رکي جيڪا صرف هر هر هٿ منهن ڌوئڻ، ڌوتل ڪپڙا پائڻ، نوان نوان تلڪ لڳائڻ، ڇوت اڇوت جو منطق رکڻ ۽ مڙهي، مندر، مسجد ۾ بغير دلي چاهت جي مٿا ٽيڪ ڪرڻ تي ٻڌل آهي . دل تہ دولت جي پوڄاري آهي .دل تہ دنيا جي عيش عشرتن جي عشق ۾ سرگردان آهي پر

ظاهري طرح پنهنجو مٿو الله اڳيان پيو ٽيڪي اهڙي محبت کان بيزاري جو اظهار ڪندي علامہ اقبال بہ انهن کي سمجهايو آهي :

تيرا دل تو هي صنم آشناء تجهي کيا مليگا نماز مين.

ساڳي ڳالهہ حضرت سچل سرمست درازي ورجائي ٿو :

جاڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نہ ٿئي،
جاڏي مهاڙي، سجدو تاڏي صحيح ٿيو .

صوفي جلال فقير بہ اهڙن ڏيکاءَ ڪندڙن جي باري ۾ چيو آهي :

دل نہ ڌوئي پنهنجي، ٿو هر هر ڌوئي پير،
سني شيعا پاڻ ۾ وجهي وڻا وير،
دڪو پورو نہ ٿئي، سڌائي پيو سير،
نہ ڄاڻان جلال چوي، رب سهاڳڻ ڪير.

........................

پاڻ نہ سمجهي پانهنجو، اندر انڌارو،
ڌوئي ڪين قلوب جي، ڪارنهن کي ڪارو،
انڌو وڃي اوجهڙ پيو، وٺي نا چارو،
آيس ڪين جلال چوي، وحدت جو وارو.

صوفي جلال فقير ا هڙي ئي قسم جي برهمڻ سان بہ مخاطب ٿيندي ڪائنس پڇي ٿو تہ پاڻ کي پاڪ صاف ڪيئن ٿو چوين ؟! جڏهن تہ تو ۾ مٽين مير پري پئي آهي. اندر گدلو لڳو پيو آهي . تنهنجي دل دوئي ڀيائي، لوڀ لالچ جو پندار ڀٽيل آهي:

اوجل ڪس ٻڌ هوئي برهمڻ، اوجل ڪس ٻڌ هوئي.
مات پتا تيري منڊم نير ڪا، ڪل پروار هگلوئي،
سوا سير ڪو ميل ٿاري منهہ، اوپر جل سون ڌوئي،

جڏهن تہ تنهنجا ماءُ پيءُ، سڄو ڪٽنب پروار گندي ناپاڪ پاڻيءَ جي پيدائش آهن .خود تنهنجي اندر ۾ سوا سير جيترو گند موجود آهي . تون رڳو مٿان وينو پاڻ کي ڌوئين، ان مان ڪيئن ٿو سمجهين تہ تون پاڪ ٿي ويو آهين؟ صوفي جلال فقير پنهنجي روحاني رمز سان ويهي حقيقت کي پرجهيو، پروڙيو ۽ پنهنجي ڪيل پروڙ کي سالڪن، سامين، سناسين اڳيان رکي اپٽار ٿو ڪري :

جلال جوڳي سي چئجن، جي جهد ڪري جاڳن،
راتيان ڏينهان رب جي تات تنين جي تن،
اندر اٿن اجرو، مير نہ رکن من،
سيئي تار ترن، جن کي سيڌهہ سچ جي.

صوفي جلال فقير جي ڪلام ۾ سسئي پنهون جو داستان بہ سمايل آهي جيڪو تمام مختصر، عام روايتي ٻولي واري انداز ۾، تمام سهڻي جوڙجڪ سان سينگاري پيش ڪيل آهي .جنهن جون چند سٽون نموني خاطر پيش ڪجن ٿيون :

ٻيٺي هئي ٻانڀڻ جي، نياڻي نماڻي،
نہ ڪاڌائين انهن سان، نہ پيتائين پاڻي،
سانديائون صندوق ۾، ڪٺي نڌر نماڻي،
ڏيئي ڏاج ڏکن جو، تن هٿين اماڻي،
ڪيري وڌائون ڪن ۾، پئي پٿولي پاڻي.

صوفي جلال فقير جا دل جي عنوان تي ٻڌل سرائڪي بيت به ڏاڍا دلچسپ، عجيب ۽ مشهور آهن ؛ انهن بيتن ۾ فقير صاحب انهيءَ ڳالهه جو باور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته اها دل ئي آهي جيڪا هر انسان جي سيني عملن جي ذميوار آهي .هي سڀ مختلف ڪم ۽ ڪيفيتون سڀ دل جون ئي آهن جيڪي پاڻ ئي انسان کي اختيار ڪرائي ٿي . عشق ذوق به دل سان ئي ٻڌل آهي. اها دل ئي آهي جيڪا علم عقل، سمجهه فهم ۽ دانائي به ختم ڪري ٿي ڇڏي .عرش ڪرش جو سير به دل ئي ڪرائي ٿي . اهي دل جا ئي احسان آهن جو دل وارن کي دل وارن سان ملائي ٿي، دل جو محبوب دل جي سچائي سان ئي دل کي ملي ٿو .

خلق ملڪ جهان نه آها، دل اڳي دي جائي،
قَالُوۡ بَلىٰ جڏان قول ڪيتا، مئڏي دل فقيري پائي،
مرڻ جيوڻ دا ڏر نهين ڪو، دل اٿاهين آئي،
ڪُنۡ فَيَڪُوۡنُ تي روح نه آها، دل اڳي دي جائي،
چار ڪتابان دل بڻايان، دل بنان گمراهي،
دل درياه وچ ٽٻي ماري، دل منجهاوي ساهي،
پير فقير اولياءَ الله دي، دل دي سڀ سپاهي.

وحدت جي وادي ۾ گم ٿي صوفي جلال فقير جيڪي ڪجهه ڏنو، جيڪي ٻڌو ان جي وضاحت هن ريت ٿو ڪري :

الله جي الاهيءَ جو نڪو آند نه پاند،
نه ڌرتي آسمان هو، نڪو ڏٻو ڏاند،

هئي هيڪڙائي حق جي، تڏهن ڪندي هيس راند،
وسريم ڪيم جلال چوي اهائي وهواند.

................................

نڪو مرڻ جيئڻ هو، نڪو هيو ساهه،
نڪو خير ثواب هو، نڪو غير گناهه،
نڪو بهشت مڪان هو، نڪا هئي پناهه،
سو سنيران سپ جلال چوي، جاٽي هڪ الله.

الغرض صوفي جلال فقير جي شاعري تمام آسان لفظن ۾ آهي جيڪا هر هڪ ماڻهو سولائي سان سمجهي سگهي ٿو ؛ تنهن ڪان سواءِ لوڪ شاعري ۽ لوڪ موسيقي جي سنگم سان گهڙيل گهاڙيٽن جي صورت ۾ روحاني راز جو خزانو آهي . هي شاعري الله جي ذات سان عشق رکڻ وارن لاءِ هڪ روشن راهه آهي؛ جنهن تي گامزن ٿي پريت جا پانڌيئڙا پنهنجي الک پريتم جي ذات کي لکي پنهنجي حياتي سڦل بنائي سگهن ٿا .

خادم جلالوي

بِسۡمِ ٱللَّهِ ٱلرَّحۡمَٰنِ ٱلرَّحِيمِ

- الله جي الٰهيءَ جو، نڪو آنڌ نه پانڌ،
نه ڪو ڌرتي نه آسمان هو، نڪو ڏيو ڏاند،
هئي هيڪڙائي حق جي، تڏهن ڪندي هيس راند،
وسريم ڪين جلال چوي، اها ئي وهواند.

- نه ڪو دين ڪفر هو، نه ڪا هئي صفات،
نه ڪو طوبيٰ وڻ هو، نڪا وائي وات،
نه ڪو حوض ڪوثر هو، نه ڪو آب حيات،
ان ڪان اڳ جلال چئي، مونکي ڏاتر ڏني هئي ڏات.

- نڪو ڪن فيڪون هو، نه ڪو لوح قلم،
نڪو عرش ڪرش هو، نڪو زمين زمن،
مونکان پڇي پاتشاهه، پوءِ ڪندو هو ڪم،
اٽڄاٽائي جو جلال چوي، ڪوئي سنيري منهنجو ڄم.

- نه ڪا ٻولي ٻن جي، نه ڪو لات لَنئي،
اونهي منجهه اون جي، خبر ڪانه پئي،
فَاذۡكُرُوۡنِي اَذۡكُرۡكُمۡ، ڪوئي ڪونه چئي،
اُتاهين جلال چوي، مون آندي هئي شئي.

- نہ ڪو ذڪر فڪر هو، نہ ڪا ٻانگ صلوات تنوار،
نہ ڪو قرآن ڪتاب هو، نہ ڪا ڪلمي ڪار،
نہ ڪا سرت سبحان جي، نہ ڪا پر پچار،
انهيءَ هنڌ تي هنس جلال هو، جنهنجو آر نہ پار.

- نہ ڪو جيئڻ مرڻ هو، نہ ڪو هو ساهہ،
نڪو خير ثواب هو، نڪو ڏوهہ گناهہ،
نڪو بهشت مڪان هو، نڪا هئي باهہ،
سو سنيران سڀ جلال چوي، تہ ڄاڻي سڀ ڪي اللهٰ.

- نہ ڪو پل صراط هئي، نہ ڪو منڪر نڪير،
نڪو خوف ڪو خطرو، نہ ڪو هئي تقصير،
نہ ڪو ذوق شوق هو، نہ ڪو هئي تدبير،
سمجهي ڪو جلال چوي، هي ناظران نظير.

- خالق روح خلقيا، منهنجي مرضي ساڻ،
اَلَستُ بِرَبِّكُمۡ ، اهوئي اهجاڻ،
قَالُوۡ بَلىٰ روحن چيو، ٻڌائي تہ پاڻ،
انهيءَ هنڌ جلال چوي، منهنجا ها مهمان.

- ڳالهہ پريان جي ڳجهہ جي، ڪرڻي پيم ضرور،
نہ ڪو نوح نبي طوفان هو، نہ موسيٰ هو ڪهطور،
نور منجهان ئي نور هو، حاضر منجهہ حضور،
سمجهي ڪو جلال چوي، هن معنيٰ جو مذڪور.

- نڪو رات نہ ڏينهن هو، هئي اوندهہ انڌوڪار،
تڏهن منهنجي مٿي ۾، هو ڪو ڪو ڪارو وار،
لک ورهيہ هار هڪڙو، مون لکين هنڊايا هار،
جلال لکڻ ليکو ناهہ ڪو، آهي بيحد بيشمار.

- جهان جي جوڙڻ جي، نہ ڪا هئي صلاح،
نہ ڪو ڪعبو قبلو، نہ هو اوپر نہ اولاهہ،
نہ ڪو پنڊ نہ پيچرو، نہ ڪو رند نہ راهہ،
جلال انهيءَ ڳالهہ جو، الله آ اوگاهہ.

- لڪي لا مڪان ۾، پاتو مون ليئو،
باطوني بيان جو، پرو پوءِ پيو،
نور نبيﷺ چام جو، پيدا ربّ ڪيو،
ڏنو مون جلال چوي، روشن هڪ ڏيئو.

- بيچون بي نمون جو، ڪڏي ڏيو پيرو،
ڪٿي جاءِ جبّار جي، ڪٿي دانہ جو ديرو،
ڪيڏنهن منهن الله جو، ڪيڏنهن پنيرو ؟!
انهيءَ ڳالهہ جو جلال چوي، اوهين ڪيو نبيرو.

- ڪروڙين ڪم ڪيترا، ڪيم سجايا،
چار مَلَڪَ چوڏنهن پيڙهيون، مون ڪٺي ڪيڏايا،
آدم حوا جو ڄم سنيران، مون هٿين پرڻايا،
رنا هوا جلال چوي، مون وجي پرچايا.

- اوھان جي پيءُ جي پيءَ کي گھٽو سجاڻا،
نالا ذات انھن جا، سيئي ٿو ڄاڻا،
آھيو ڪالھوڪيون نينگريون، ڪيو ٿيون ماڻا،
اَلَسّت ڪان اڳي ھئا، منھنجا ئي ٽاڻا،
منھنجي ڪارڻ ڪيترا، وتن ڪوماڻا،
ڪچن پچن ڪين ڪي، نر ھو نماڻا،
داد نہ ٿيندو ڪنھن جو، مونکان پڇاڻا،
ڪي تہ خماريا خوشيءَ ۾، وِير ڪي ويڳاڻا،
سِڪندي سِڪندي جلال چوي، ورھيہ وھاڻا.

- مونکان اڳي مان چوان، ڪا ڄمي نہ ڄائي،
نوري پاتل ڪپڙا، ھئي حضوري مائي،
اھا ھئي اصل ۾، در منھنجي دائي،
جلال اڳي انھيءَ ڪان، ڪل ڏيو ڪائي.

- اڪين ڏنيون ڪين ڪي، ڪنين پئي سيون،
پير نہ رکن پٽ تي، پيدا ڪيئن ٿيون؟!
جيئريون آھن جھان ۾، مرن ڪين ميون،
سي سورنھن ڇٽيون جلال چوي، ڏسيو ڪير ھيون؟!

- سورنھن ڇٽيون مون ڏنيون، آھن لال رتيون،
ھر ڪنھن ڪان ھيڪليون، ورھائي ورتيون،
ڪنين ڪان رنيون وتن، ڪنين سان پرتيون،
اچي ھوڏيون پاڻ ۾، تہ ھنيائون شرطون،
وڏي ڪير جلال چوي، ساھيڙيون سرتيون ؟!

- دل نہ ڌوئن پنهنجي، ٿا هر هر ڌوئن پير،
سني شيعا پاڻ ۾، وجهي وينا وير،
دکو پورو نہ ٿئي، سڌائن پيا سير،
نہ ڄاڻا جلال چوي، آهي رب سهاڳڻ کير.

- پاڻ نہ سمجهي پانهنجو، اندر ۾ اناڌارو،
ڌوئي کين قلوب کي، ٿيو ڪارنهن ۾ ڪارو،
انڌو اوجهڙ ۾ پيو، وٺي نہ چارو،
آيس کين جلال چوي، وحدت جو وارو.

- دهلن بنان جهنگ ۾، ناحق پيو نچي،
طمع خور دوزخ ۾، پاڻهئي پاڻ پچي،
هٿ نہ آيس اهو، جنهن جي نانءُ بچي،
بچايو جلال چوي، صاحب نام سچي.

- تون چست چلي منجهہ چاه، وڃ خاني خردمندن جي،
صاحب صيقل جا ڏٽي، من ملي ڪنڌءِ ماه،
درس وينا جي دڪان تي، شاهيون هٽي شاه،
چــڙهہ نظـاري نـينهن جي، رڙهي ونــج راه،
وئوڙي لهہ وجود ۾، صدقو ڪري ساه،
سر پيي ڏيج سٿ ۾، اها ڦرهي ڊاهيو ڊاه،
هئڻ پنهنجي تان هٿ ڪٽي، لاڳاپا سپ لاه،
تن وٿ سنج صباح، جُهدئون وڃ جلال چوي.

- نڪي هل ڪئي هٿ اڇي، نڪي ماٺ ملي،
وڏائي ۾ وڏو ٿي، تون وينين مير ملي،
ڪڙو هڻ قلوب کي، ڪر تون صاف چلي،
ڳالهہ ڳجهہ پرين ۽ جي، ڪنهن کي ڏي نہ سلي،
مٽيو چورج من جو، انهيءَ چال چلي،
جُهد ساڻ جلال چوي، من جو محب ملي،
ملي پوءِ کلي، جو هڪ ٿئي حق پاڪ سان.

- پهرئين پور پهريان لنگهيا، پويان لنگهيا پوءِ،
پاٽي بنان تون پنهنجي، دل اڇي ڪر ڌوءِ،
جيئرو جاڳي ڪونہ ڪو، مئو جاڳي ڪوءِ،
مڙس تہ پيو آ ننڊ ۾، جاڳي ويني جوءِ،
عرشن تي بہ جلال چوي، سونهون آهي سوءِ.

- اٿي جاڳ جلال چوي، تون پنهنجي ننڊ ڦٽاءِ،
ڇڏ تون ساءُ سمهڻ جو، نہ پنهنجو وقت وڃاءِ،
من ماري ڪر مِٽي تون، سائين ڪين سڏاءِ،
ڪڍي ڪوڙ قلب مان، تون وحدت کي وڃاءِ،
ڌوئي ميرائي من جي، ڪر سينو صاف صفاءِ،
لِڪي ويهي لوڪ کان، ڪو ڳجهوئي ڳالهاءِ،
باري آڳ اندر ۾، پوءِ پنهنجو پاڻ پچاءِ،
ڪنهن کي ڪين ٻڌاءِ، جا سرير ڪري سپرين.

- اٿي جاڳ جلال چوي، ڪر ڪا ڳالھ سھي،
مانجھاندي جو ماڳ ٿي، مت وڃئي سج لھي،
وڪر وھايئي ڪونہ ڪو، ويندئي وقت وھي،
گھڙي ايندئي گھر ۾، واڇيندئي تہ وھي،
اٿئي تورڻ وارا تڪڙا، ٿيندئي ڳالھ ڳري،
ايندين ڪونہ وري، جو پرچائين پرينءَ ڪي.

- اٿي جاڳ جلال چوي، سمھڻ ڪين سھاءِ،
تون پختا پير پريت جا، پاڙيچي سين پاءِ،
ذڪر فڪر ذات ڪي، سيني منجھ سماءِ،
حقيقت سڀ حال جي، ھنئين ساڻ ھنڍاءِ،
تون وحدت وادي جاءِ، وئوڙي لھ وجود ۾.

- اٿي جاڳ جلال چوي، سمھڻ تو نہ سھاءِ،
وري نہ ايندئي ويل ھي، ويھي رات وھاءِ،
پختا پيچ پريت جا، لالڻ سان تون لاءِ،
ذاتي ذڪر ذوق سان، قلب منجھ ڪماءِ،
اوونگ سوونگ ساھ ۾، مرلي موج مچاءِ،
مچ نصيحت نيڪ ھي، ھنئين ساڻ ھنڍاءِ،
صورت پنھنجي صاحب جي، سيني منجھ سماءِ،
دم دم دم دماءِ تہ عاشق اتاھون ٿئين.

- اٿي جاڳ جلال چوي، اورج ساڻ الله،
سانگو سٿي ساھ جو، سر سٿي سرواھ،
ذڪر ذاتي ذوق جي ڪر، ھر دم ڪاھو ڪاھ،
نياڳي ھن نفس تي، ڳاھي ٻڌج ڳاھ،
ڏيندو پاڻڌ پناھ، مرشد ٿيندو واھرو.

- اٿي جاڳ جلال چوي، ساراھج سبحان،
جاڳڻ ۾ ئي جس ٿئي، راضي رب رحمان،
ارڙھن لک عالم ۾ لھي، مٿي تنھنجي مان،
صاحب سو سلطان، سھجي ڏس سيني ۾.

- جلال جن جاڳي ڏٺو، پنھنجو اندر پاڻ،
اَعظَم شَانِي اھي ٿيا، ڪنھنجي ڪين ڪاڻ،
ڪواٽيا تون ڪوھ ٿو، پليو پٽين ياڻ،
تو ۾ ئي تنھنجو وھي، موج پريو مھراڻ،
اِھۡدِنَا صِرَاطَ الۡمُستَقِيۡم سمجھ اھو اھڃاڻ،
اَلـدُّنيَـا جِـيۡفَـةٌ آ، سياڻا ٿيءُ سڃاڻ،
پرين اٿئي پڌرو، ساجن تو ئي ساڻ،
عشق ناھي اندر ۾، يا محبت ناھي ماڻ،
اڇل پنھنجو پاڻ، وحدت واريءَ وير ۾.

- جلال جن جاڳي ڏٺو، پاڙيچي جو پار،
نُـوۡرٌ عَلیٰ نُوۡرٍ جو، تن اندر ٿيو انوار،
اَلۡعِشقُ نَارٌ نينھن ۾، نانگا ٿيا نروار،
پاٽئي پاڻ وصال سي، پاٽئي پاٽئون ڏار،
تن وحدت جو وھنوار، انئي پھر الله سان.

- جلال جن جاڳي ڏٺو، سي ڪيئن سک سمهن،
لاٽئون عشق الله سان، ڏئي اوجاڳا اڪٿين،
اندر آڙهه عشق جي، پتنگ جيئن پچن،
سي سامي ڪيئن سمهن، جنين آتش عشق جي.

- جلال جن جاڳي ڏٺو، وجهي منهن مونن،
لَا اِلٰه اِلَّا الله ٽيون، راڙون منجهه رڳن،
لَا تَقْنَطُوْ مِنْ الرَّحْمَتِ الله، انهيءَ توهه تڳن،
قلبئون ڪس ڪڍن، اورون اورن پاڻ ۾.

- جلال جوڳي سي چئجن، جيڪي اندر سڪائين،
ڪاوڙ ڪوڙ ڪپٽ ڪي، ڪن ڪيو ڪائين،
ٻارِن دونهين درد جي، آڳ نہ اجهائين،
پيا پرتئون پچائين، پرينءَ ڪارڻ پاڻ ڪي.

- جلال جوڳي سي چئجن، جيڪي ٻولي نہ ٻولين،
مٿيءَ وانگر من ۾ ٿا وحدت ولوڙين،
هيرو جو سمونڊ جو ڪنهن فڪل سان ڦولين،
وينا اندر وڙولين، ٻاهر ڳولين ڪين ڪي،

- جلال جوڳي سي چئجن، جي جهد ڪري جاڳن،
راتيان ڏينهان رب جي، تات تنين جي تن،
اندر اٿن اجرو، مير نہ رکن من،
سيئي تار ترن، جن ڪي سيٽهه سک جي.

- جلال جوڳي سي چئجن، جي پورب پچائين،
اهي پوربيا پورب کي، اندر ۾ ڳائين،
پورب وڃي پور ٿيا، اهي پاڻ کهائين،
سي لوڪ نہ سڃائين، تہ کو ڪنل اچي ڪاپڙي.

- جلال جوڳي سي چئجن، جي پنهنجي ڪن پڇاڻ،
پلپل تسبيح پرت جي، پيا سورين سرت سڃاڻ،
رکن عشق الله جو، ٻيا ڇڏي مايا ماڻ،
نينهن چاڙهيا نرواڻ، وئي "مون تون" وچان نڪري.

- جنين لاتي لآ سان، قلب سندي ڪس،
والي واحد تن ڏنو، راحت سندو رس،
نيهي سي نرواڻ ٿيا، ڏور تنين جو ڏس،
جلال ماٽيو جس، جن سڃاتو پاڻ کي.

- جاني هن جهان ۾، ڳالهيون اٿئي چار،
جيئڻ حياتي ڏينهڙا، تون گڏجي يار گذار،
جي ڏنئي قول قرار، تہ جاني مل جلال چوي.

- ٿڌي ڇانءَ محبوب جي، جنهن ۾ پگهر سڪايان،
پٽي پرينءَ جي پيرن جي، مان لڱن کي لايان،
پوءِ پرين ميڄايان، جو جاني مل جلال چوي.

- پاتي جن جلال چوي، جيءَ اندر جهاتي،
پيالا رس پريم جا، تن پيتا پرياتي،
محبت منجهہ محو ٿيا، ذات اندر ذاتي،
پسي الک ابناسي، رانول رتا رنگ ۾.

- وئوڙي لهہ وجود ۾، تون دلبر جو ديدار،
وجودئون ويسر ڪري، ويڻي سرت سنيار،
ساري لهہ تون سسئي، آري ڄام عطار،
ٿي نينهن اندر نروار، جاڳي ڏس جلال چوي.

# واٽي

ٻيٺي هئي ٻانيڻ جي، نياٽي نماٽي،
نہ ڪاڏائين انهن سان، نہ پيتائين پاٽي،
سانديائون صندوق ۾، سا نڏر نماٽي،
ڏيئي ڏاج ڏکن جو، تن هٿين اماٽي،
ڪيري وڏائون ڪنن ۾، پئي پٽولي پاٽي،
قدرت ڏس قادر جي، ٻوڙي نہ پاٽي،
ڪٿ ڄائي ڪٿ نپني، ڪٿئون لوڙهاٽي،
ڪٿي شهر پنيور ٿيو، واهہ عجب آ واٽي،
ڪٿي ٻينو هو تڙ تي، تنهن تار منجهان تاٽي،
ڪڍي صندوق سيگهہ مان، ڪٽي گهر آٽي،
کولي سا خوشيءَ سان، ڪٽيءَ ڪٽياٽي،
ستي پئي هئي ننڊ ۾، نياٽي نماٽي،
پاليائون پريت سان، وينگس ويڳاٽي،
لڪئي بچائي ٻالڪي، سسئي ساماٽي،
هلي هاڪ حسن جي، آيو آرياٽي،
ڏسي حسن هن جو، هئي ساجن سڄاٽي،

پرٽي آخر پنهونءَ سان، سگھڙ سا سياڻي،
نڌر چڏي ويا ننڊ ۾، ڪئي پنهونءَ پڇاڻي،
نڪا ڏيءُ ڏوہڻ جي، نہ هئي آرياڻي،
آيس آب اکين مان، پنهل لئي پاڻي،
جلديءَ مان جلال هلي، رند وٺي راڻي،
گهوري گھوٽ پنهونءَ تان، جوڀن جواني،
لڪيو ليک لڪن ۾، ٽي ڏونگر ڏورياڻي،
لنگهي روهہ روان ٿي، اڳيئون اجاڻي،
ٻانهن ڪٽي ٻڪرار ڪان، گهريائين پاڻي،
چڙهي ٻک ٻڪرار جي، ڀلا !! تون ڄاڻي،
هڪل منجهہ جلال چئي، سڄڻ ٽيس ساڻي،
پونءِ ڦٽي ڦارون ٿي، اڳيان سيج وڇاڻي،
پوءِ سدائين ماڻي، سسئي سيج پنهونءَ سان.

---------------

# دل (1)

## سرائڪي بيت

خلق مخلوق جهان نہ آها، دل اڳي دي جائي،
قالو بليٰ جڏان قول ڪيتا، مئڏي دل فقيري پائي،
مرڻ جيوڻ دا ڏر نهين ڪوئي، دل اتاهين آئي،
پير فقير اولياءَ الله دي، پچين ودي دل لائي،
ڪنهن ڪنهن دل ڳول لڌي هي، ڪنهن ڪنهن دل وڃائي،
ڪنهن ڪنهن دي دل نند پئي هي، ڪنهن ڪنهن دل جڳائي،
ڪنهن ڪنهن دي دل رني پئي هي، ڪنهن ڪنهن دل پرچائي،
ڪنهن ڪنهن دي دل مئي پئي هي ڪنهن ڪنهن دل جوائي،
هي نماز روزا سيڪو دل دا، هي دل دي جهد جفائي،
ذڪر فڪر هي سيوئي دل دا، دل دي ڪري ڪمائي،
دل بن ڪوئي داد نہ تيسي، هي دل بن عمر اجائي،
دل ڪون چوڙ تي بيدل ويندا، دل بن جاءِ نہ ڪائي،
سوا لک انبياءَ دا هي چلدا، هر دم تخت هوائي،
سجدي دا اعمال نہ ڪيتس، تي ڳيا مَلڪ توائي،
بهشت ڪنون ڪڍ آدم ستيس، داڻي دي رک دغائي،
مڪا مدينا دل ڪون نيڙي، حج قبول سندائي،
پر حال دليان دا دل ڪون آڪون، ڪون ويندا دل چائي،
دل دي دلبر دلڙي نيتي، ڪنهن نا دل ولائي،
خير ثواب سيوئي دل دا، دل چتي ڎوهه گنائي،
محبوب دليان دا دل ڪون مليا، دل دي نال سچائي،
صوفي صاف جلال دليان دا، رب سهاڳڻ سائي.

---------------

# دل (2)

كُنۡ فَيَكُوۡنُ تي روح نہ آها، دل اڳي دي آهي،
چار كتابان دل ٻڻايان، آهي دل بنان گمراهي،
دل درياه وچ ٽٻي ماري، دل منجهاوي ساهي،
پير فقير اولياءَ اَلَهہ دي، دل دي سپ سپاهي،
ذوق شوق ٿئي بيحد دل دي، دل دي نال صلاحي،
مجاز حقيقي، ظاهر باطن، عشق ٿيا اوگاهي،
كهطور اتي تجلار ٿيا، او بي قدرت طرف الاهي،
آڙاهہ كنون برهہ باه تكي، هي دل اندر دي چاهي،
علم عقل دل فهم نيتا هي، دل نيتي سب داناهي،
حال دليان دا دلبر ڄاڻي، پردي پوش پناهي،
سچيان دليان دا، سچا سائين، هي نگهبان نگاهي،
حوران پريان هن بيحد سهڻيان، دل جيهي نهين كائي،
رات ڏينهان دل دؤر كريندي، اصلي دل مداحي،
دل نجومي دل هي جادو، دل كون علم عطاهي،
لكين كروڙين دل دي ڏنو سي، دل دي نال صلاحي،
دل دا سودا دل كريندي، ڳالهہ اها دل ناهي،

جنهن بهاني دل هي چڙهدي، ڪنهن نهين دل لاهي،
لڪين چوڪيان لشڪر هوون، دل ڪوٽ جهلي نہ ڪاهي،
دل عرش ڪرش دا سري ڪريندي، بيحد بيپرواهي،
بنان ڪنپيان دل اڏر هي ويندي، ڪير دليان دا واهي،
چار مَلڪ اٿان ناهين ويندي،دل ويندي جٿ ڪاهي،
آوندي ويندي دل وحي هي، مَلڪين خبر نہ ڪائي،
پري پسارا دل دا ڏاڍا، وڄي نقاره شاهي،
عشق حسن دل هڪ ٿئي ساري، حيدر دي همراهي،
دل دي ٿوري ڦور نہ ڦوري، دل هي توڙ نباهي،
دليان دلين ڪون آڻ مليان هڻ، دل ڪري بادشاهي،
پردا ڪول جلال دليان دا، آ منهن ڏکلايا ماهي.

----------------

## ٽري ڪلام

# هريء اوم

ڀڳت نہ ڀاوي هرک نہ هيت، ڪوڙ ڪپت ري ڪوڙي ريت،
سونو تالر ڪالر ڪيت، ٻيج جلال اوڳي ڪيٿ.

---------

ني ڪو ڀاوي ني ڪو ڀڄن، ني ڪو هرک نہ هيت،
ڪوڙ ڪپٽ رو سندرو ٻاڌو، جوئي بيڙو ريت،
اوبي تالر ڪالر گهٽي، جنهن منهہ بايو ڪيت،
دريا خان سرٽي جلال کهي، باوي بيج اوڳي ڪيٿ.

---------

لا نڪي را لاک مارڳ، سيالان ري سڀڳي،
اوندران ري آس راکي من منهہ هوئي نڀڳي،
نگرا جوئي دؤڙي آوت، ساڌ جوئي ڀڀڳي،
کهي جلال اي نگري، پڀگي ناهين لڀگي.

---------

# آرتيون

## روپ ڪلياڻ

آرتي گر ڪي چت لاءِ ڪيجي، تن من سيس گران نون ڏيجي.

هوءِ آڏين اگيا ۾ ڀهيئي، گر وچنان سون ٻانڌا رهيئي،
پريم پيالا پلپل پيجي.

برهه بادل ڪو اميرس برسي، اچرنج ڪيل اچنبو ڏرسي،
انگ انگ سارو رم رم پينجي.

چرن آڌار پرم پد پاوي، آواگون ۾ ڪڀهون نہ آوي،
ست ست ڪر اي گڻ سنگ ليجي.

ڪهي جلال سنو يائي ساڌو، رتن امولڪ سهجي لا ڌو،
اي من مورک اس ٻڌ ڏيجي.

---------

# وائي

## روپ سارنگ

آءِ مِلو گرڌاري ري،
آءِ مِلو گرڌاري ري،
گهاءِ ڪالجي ٻهر نہ ٻوجهي،
برهہ لاڳو منان ياري ري.
ڪو اڪ جاوي پيا لي آوي،
مانو عرض هماري ري.
ديا ڪيجي درشن ڏيجي،
داتا پراڻ آڌاري ري.
جلال پايو اي جس ڳايو،
پوپ پيو بڪياري ري.

--------

# روپ سارنگ

اؤڙو سنتان ري آسي ري،
ڏوارڪا جاسي ڦير نہ آسي،
لگني راکو پياسي ري.
ڪاڳ اڏاوتي سڳن ٻولاوتي،
پيا ملن ڪڏ آسي ري.
سيجان سوتي نندران ۾ روتي،
پيا ڪڏ آڻ جڳا سي ري.
جلال پايو اي جس ڳايو،
چرن ڪنول کي داسي ري.

----------

# روپ سارنگ

ايسي لگن منان لاگي ري،
ستگر ڏيني مئين گره ليني،
ٻست امولڪ ساڳي ري.
دنيا سوتي کري ٻگوتي،
رين ساري مئين جاگي ري.
سمرڻ ساريو جنم سڌاريو،
الک لکيو اڪ پاڳي ري.
دريا خان اولي اي جس ٻولي،
داس جلال ٻڌ ياڳي ري.

-----------

# روپ سارنگ

پيا ڪڏ آوي همارو ري.
ڏان ني ياوي نندرا ني آوي،
سوئي لاڳي جڳ ڪارو ري.
ڪو اڪ جاوي پيا لي آوي،
پرديس رهيو جاءِ نيارو ري.
پروس جيوڙو پريا مجهي ڪيو،
ڪري ڳيو موهه ڏتارو ري.
جلال بيراڳي لڳني لاڳي،
پل نہ بسري پيارو ري.

---------------

# روپ سارنگ

ڏيس همارو ڦولون ڇانيو،
برس پلو ٽِل آيو ري.
اتر ڏيس ۾ بجليان چَمڪين،
گهن هر گهور گهرايو ري،
نت نت ساوڻ بره برساڙو،
امرت مينهن برسايو ري.
پانچ نران نڏاڻ لڳايا،
پرم ڪو پرٿ ڪدايو ري.
ڪالينگ ڇيپڙ، پانڪ ٽايا،
ستگر تاٿ بچايو ري.
ڪيت ڳڙا لي گهري پڏاريا،
اڪنڊ پندار پرايو ري.
درياخان ستگر ڪرپا ڪيني،
داس جلال جس گايو ري.

---------------

# روپ سارنگ

سانوريو ڪڏ آوي ري،
سانوريو ڪڏ آوي ري.
پئي اداسي، ٻهت پياسي،
بره پيتر نهين ماوي ري.
چت هون چتاري، پل نہ بساري،
گهٽو ميرو من ڀاوي ري.
ڪو اڪ جاوي پيا لي آوي،
پراڻ مگت هو ءِ جاوي ري.
لگني لاگي پئي بيراگي،
داس جلال جس گاوي ري.

-------------

# روپ پرياتي

اوجل نگري ڏيس همارو، جڳ ۾ ڪيلون گيان ڏڙهي،
مر جيوا ڪو مرم پڇاڻي، دنيا ٻاپڙي الوجهہ پڙي.
اي رس ايوا مڌ سون مينا، پل پل پيئون پريم گهڙي،
ڪيف خماري اتري ناهين، اميرس پيئون خمار چڙهي.
هاڏ نہ ماس ايوا ميرا گهوڙا، ڪرون سواري گهڙي گهڙي،
ست ڪا سستر، فوج سبڌ ڪي، اگم محل ۾ جاءِ لڙي.
آوي نہ جاوي مري نہ جنمي، اوي گهر سون هي لنئون لڳڙي،
اَپي پد ڏام پورڻ هنس پايو، ڪهي سمجهائون ڪڙي ڪڙي.
دريا خان ستگرو صاحب مليا، موهہ ڏيني ايسي ا مر جڙي،
ڪهت جلال سنو پيئي ساڌو، جم سون ڏاڻ نہ پرون دمڙي.

-----------------

# روپ پرپاتي

بيد ڪتيب سون بات نياري، هريجن ڪرو بچار،
پوت پرٿيو پتا ڪنوارو ماتا اڪن ڪنوار.
ڪروڙ ڪنيا چن ۾ جنمي، ٻيٺا چوٻيس هزار،
ساوي ٻنان سا رهي ٻاپڙي، الڳ رهيو پرتار.
اونڌا توٽا چولهي چاڙهيا، نرڪيو ني ڪرتار،
بانا رانڌي بياڙو ڪينو، سان گئي سنسار.
مينو چوڊ گنگا جل پاٽي، نالهي گئي پٽهيار،
ڪارو ڪوهہ برائو پاٽي، نگري سينچي سانجهہ سوار.
سوا لاک رو گهٽو پهري، لاڏي ڪري سينگار،
هٿان ٻنان اڪ تال بجاوي، پڳان ٻنان اڪ ناچي نار.
مرگهي مار پاراڏي برڌيو،پاراڌڻ اوبي ڪري پڪار،
هاڏ ٻنان اڪ گهوڙو دؤڙي، مانس ٻنان هسوار.
لوڪ نگر رو ڪوڪڻ لاگو، جاءِ ڪهيو درٻار،
نر نگري نا چور نہ لوٽي، ساءِ ڪرو سردار.
اوچل ڏام امر قل قوليو، قولون انت نہ پار،
ڪلي ڪلي سون رس نا ليوي، پونئرو ڪري گونجار.
دريا خان صاحب ستگرو مليا، پرم گرو نر ڏار،
ڪهي جلال سنو پائي ساڌو، مهما اگم اپار.

-------------

# روپ پرياتي

ڏوڌ ڏهي رو ڇل ڪر آيو، ميني من هليوڙو ري،
ساري دنيا اوبي جووي، هاٿ هنيلا ڇوڙو ري.
ڏاوي گنگا جيوٽي جمنا، مارڳيو پڻ سوڙهو ري،
مَئين نِي جاٽيو آڏو اوبو، نند جي روجايو ڪانوڙو ري.
ڏاوي ڇٽو رو مندرو ڏيوان،هار گلي رو مت توڙو ري،
منان ماري گهر را لڙشي، همين هووي منان موڙو ري.
ڏوڌ ڏهي رو ڏاڻ نہ ڏيوان، بهتي نا مت روڙو ري،
ٻيجان سون تو آڏو ڏوڌو، گجريان سون ڏوڙو ري.
گر ڪي پياري اگيا ڪاري، امر هووي ٿارو ڇوڙو ري،
داس جلال هي سهجي مليو، هنس هنسلي رو جوڙو ري.

-------------

# ڪافي

اوجل ڪس ٻڌ هوئي برهمن، اوجل ڪس ٻڌ هوئي.

مات پتا تيري منڊم نير ڪا، ڪل پروار سگلوئي.

سوا سير هي ميل ٽاري منهہ، اوپر جل سون ڌوئي.

ڪيڙي ماڪي پوجن بگاڙيا، او يي منڊوا هوئي.

گهي ڏوڌ هي رگت گانءِ را، مٽڪي منهہ بلوئي.

تلڪ ڏريا تو اتري جاوي، ٽوٽ جاوي جنيوئي.

ڪهي جلال سنو برهمنا، ساتونئي پؤري ڪوئي.

--------------

# ڪافي

جيوتي مئان رو ارٿ ني جاڻي، مئان مڙهان رو نياءُ ڪري،
ڀول گيا جيڪي ڀؤ ڀولا، هري سمري جِئيري ماءُ مري.
نياءُ انياءُ ڪو نياءُ ني جاڻي، نياءُ بنان نر ڪيسا ري،
ڪوڙا ڪنگڻ ساک بنان سنگ، چلي نہ ڪوتا پيسا ري،
آٺ ڀي سگرا نوَ ڀي سگرا، سگري ٺو سؤ ٻائي ري،
پانچ ڀي سگرا پچيس ڀي سگرا، سگري اوئان ري مائي ري.
هاٿ بنان اڪ تال بجاوي، گونگا واڻي گاوي ري،
بن پڳان سو اوبو ناچي، لوڪ تماشي آوي ري.
راجا جاڳي پرجا جاڳي، جاڳي ڪٽنب پروارا ري،
آوتا جاڳي جاوتا جاڳي، جاڳي مانس بنان هسوارا ري.
اوي ڏيس ري هريجن جاڻي، اور ڪيا جاڻي گهلا ري.
ڪال ڪروڌ نا مار هٽائو، داس جلال ساچ ڪهيلا ري.

------------

# ڪافي

چاڪر ڪا اب چوڪر رهٽا، شاهي مجرا ڪرٽا ري،
مير سمير ڪي اوپر چڙهه ڪر، صاحب نام سمرٽا ري.
اگن سروپي ڪال ڪهيجي، جل سروپي جرٽا ري،
سڀ گران ڪا سات ٻلا ڪر، سڀ هين پار اترٽا ري.
امر جڙي گس انگ لگائي، هريجن هوءِ ڪيون ڏرٽا ري،
ٻَجر انوپ نِر انتر رهٽا، جم ڪون ڏنڊ نہ پرٽا ري.
اويگت نگري  ديس همارا، اوهان جاءِ نسرٽا ري،
اوئي ڏيس ڪي ايسي مهما، ڦير جنم نهين ڏرٽا ري.
دريا خان ستگر صاحب مليا، داس جلال ماهين چرٽا ري،
سهج سميڙا سک را ڦيرا، امر پرس ڪا پرٽا ري.

-------------

# ڪافي

رين ساري سورج جاڳي، ڏنا جاڳي چندا،
عمر ساري تارا جاڳي، ميري ٻهت آنندا.
مِٽي ڪنپار ڪِي بَن ۾ لوٽي، هستي چور چڙهندا،
ڏيک اچنبو ڏرتي ڪانپي، اڏر آڪاس ڏرندا.
لکين لاکپتي لوٽا ري، لکين ڪنگال ترنندا،
گپت پرگهٽ ڪهي پرڪاسون، ڪئيسِي راکون چندا.
سروٽي مئين ساکي نہ مانون،ٻؤرا گيان سٽندا.
هاٿ بنان اڪ تال بجاوي، گونگا ڏيونت دڙندا.
چوٻيس هزار هي فوج هماري، جلدي جڌ لڙندا،
پنگلو پاڳي، بار هي لاري، ڪوڏ ڪوڏ دوڙندا.
مئين سيما ڪيا سپ رونڪا، چندن ايڪ اگندا،
لاک من لوها لال پيا هي، پارس هيم ڪرندا.
مَنجن ڪِيٽي پلٽايو پَل ۾، ايسا هئي ست سنگا،
چاڪي چڪوي راج ڪرنت هين،راجا پاءِ پڙندا.
بيد ڪتيب جَتِي نهين مانون، ائتِي بيد پڙهندا،
سن هين آوي سن هين جاوي، ٻِن پَر پَنک اڙندا.
درياخان ستگرو صاحب مليا، داس جلال ڪهندا،
اپرم پار پرم گرو پايا، اوچل ڏام رهندا.

---------------

# ڪافي

سنگ ڪسنگ سي سنگ نہ ڪريئي، دنيا سي رهڻا فرق فقير.
من سمجهائو آپ رو، ڪهہ ڪهہ گيا يہ اولياءِ پير.
دنيا سنگ پيئو پيالا، پؤ ساگر ڪي بهتي سير،
اوَر لوڪ تو نرڳ جاويلا، هريچند اتريا پهلي تير.
مانسرووَر منهہ مرجيوا ڪو، هنسلا چگي موتي هِير،
ٻگلا سيلر مانهين ٻلودا، مڇليان ڪِي منهہ ڏِير.
صوفي صاف سڪل سون نيارا، امرت ڏارا پيوت ڪير،
نِرگڻ نام اَپي پَد پايا، امرا پور ڪِي پائي جاگير.
لوڪ نام ڪا وستر نوڪيا، رام نام ڪو اوڍيو چير،
ڪهت جلال پورو گر مليو، پَرا پري ڪو پايو سير.

------------------

# ڪافي

ڪاچي پريت سنسار ڪي ساڌو، ساچا ڪوئي نڀاويگا،
گهڙ اڪ تولا گهڙ اڪ ماسا، پل ۾ پلٽئي جاويگا.
چيلا هوءِ گران نون نہ ماني، اپنا جنم گنواويگا،
ڪوئي سنگاتي اس ڪا ناهين، ڪال پڪڙ جب ڪاويگا.
بي پتيارا ڪبهون نہ سڌري، ڪهيا ڪان نہ لاويگا،
من اويرا پٿر سمان هي، بانا ڪؤن پنجاويگا،
اڻ سٽي اڻ ڏيني باڪي، ڪوڙ طوفان اڏاويگا،
ننڌيا ڪر ڪر ٻوجهہ اناوي، نارڳي مانهين جاويگا.
گر ڪي سرٽي سيس چڙهاوي،لگني ڪري لگاويگا،
ست سٻڌ منهہ الٿ سماوي، ڪاڻ امر قل پاويگا.
ساچا هوءِ ساچ ڪماوي، ڪو اڪ ساچ ڪماويگا،
ساچ ڪاچ ڪا ڪيا نبيرا، داس جلال جس گاويگا.

---------------

# ڪافي

ڪئي ڪئي سمري نام صاحب ڪا، غافل نگرا سوتا ري.

ڪئي ڪئي مانگي پر لگائي، ڪئي ڪئي مانگي ڏَن تا ري.

مَلِيس نَستي گيو جمنا رو، رام پجن بِن پوتا ري.

ڪرٽِي بِنان تو بَس بَس هي مَرتا، ڪاچ مندر جون ڪوتا ري.

پرٽي ري بات ڪنواري سون پوڇي، ڪيسا هئي پرٽاتا ري.

درياخان سرٽي جلال ڪهيئي، تين لوڪ ۾ جو تاري.

---------------

# ڪافي

گپت پرگھٽ کھي پرڪاسون، ڏيس اگر ڪي آءِ نس جائون،
گيان اَ ڪاڙا چوٗڙي را.

هيڪي بچن ڪا سڪل پسارا، چندوا سورج، نو لک تارا،
ڏيک تماشا پوڙهي را.

سٽيو ني ڏينو اِيئي نموني، ڌرڻ آڪاس انايو دوني،
ڏيک تماشا دونڙي را.

هاٿي ٻائيرا لڙتا ڪيٽي، تين لوڪ نون ياوِي پيٽي،
ڏيک تماشا موڏي را.

ماٿي ٻائيرا ڪري لڙائي،پانچ پچيس ري جڙ گنوائي،
ڏيک تماشا منڊيوڙي را.

پنگلي ايسا ڪام ڪيا هي، مير سِڪر پر چڙھ گيا هي،
ڏيک تماشا ڪوڙي را.

جرنا جوڳي جوڳ ڪماوي، مئا مڙها امرا پر جاوي،
ڏيک تماشا مئوڙي را.

جاڳ جلال يَيا اٻڌوتا، سبڌ تري اسوار پرتيا،
ڏيک تماشا ساگھوڙي را.

-------------

# ڪافي

گر گر ڪي گر ايسي ساڌو، ڪئي ڪئي هريجن جاٽي ري،
گپتي پرگهٽ سهج سمجهه سون، اڻ لک بات لکاٽي ري.
ايڪ تپيسر تپسيا تاپي، سينگهي آڪاش گهراٽي ري،
ڌرمي تو سڀ اوري رهه گيا، ڪرمي چڙهيا نرواٽي ري.
پهپ پياٽا پون سون جهيٽا، اڪنڊ ڌن لگاٽي ري،
سن منهه آوي سن منهه جاوي، بن پنڊ پانڪ اڌاٽي ري.
درياخان اولي جلال ڪهيئي، اگر ڌيس ڪِي باٽي ري،
رتن پدارٿ اِيئي پر پاٽي، اوچل ڌام سماٽي ري.

-------------

# ڪافي

گنگي گايا مڙهي ارٿايا، ٻؤري هٽي نج ٻاٽي.
پڙيا بيد تو پاپي باڇي، انتر بيد نرواٽي.
سوڪي ۾ اڪ ڏوٻتا ڏيکيا، ڏوٻ مري بن پاٽي.
ست ڪو ٻيڙو پار اتاري، سمجهي ڪو سيناٽي.
گولي پوڊي ڪاٽ هندولي، چنور ڍوڙي پٽ راٽي.
چاڪر چڪوي راج ڪرنت هين، راجا هي اڳواٽي.
تين لوڪ ڪا اينڌن هوميا، جل منهہ جوت جڳاٽي.
اسنگ جڳان را تپسي تاپي، مڇلي سن سماٽي.
امر ڏيس ڪي امر هي شاهي، جاءِ هريجن ماٽي.
اوئي ڏيس منهہ جلال مليو هي، امر پرس پرواٽي.

--------------

# ڪافي

مان بيراڳڻ هوئي آن بالمان، آءِ ملو تان بيگو آءِ ري.

ٿان ٻائري ماري ڏيهڙي ڀاڳي، پراڻ مگت هوءِ جاوي ري.

گهايل ڪي گت گهايل جاڻي، گيو وچن سون گهاءِ ري.

جس تن لاگي سوئي تن ٻوجهي، ايسي لگن ڪي لاءِ ري.

پيا پيا ڪر هيلا مئين ڪينا، پٽڪ پڙي ڪاني ڪاءِ ري.

ڏيهه ملائو ڏرلنپ سانپڙو، پيا بنا وِل لاءِ ري.

گوڪل گام گوپيان منهه ڪانجي، ڪنهن ڌوتي راڪيو ٻلاءِ ري.

من روسٽي ميري من رو موهن، ڪوئي ڏيوي مناءِ ري.

آس ملڻ ري من منهه نهچو، ست ڪرٽي ڪماءِ ري.

داس جلال سهج سون مليو، هرڪ هرڪ جس گاءِ ري.

--------------------

# ڪافي

نگري تينون لاج ني آوي، سوتي ٻيٺي نون ٻونبڪ آوي.
نگري تينون لاج نـــي آوي.

هرڪون هرڪون گهرت منائي، ڪوٺي ٻيس جهـمـاوي،
نگري تينون لاج نـــي آوي.

گان گني را جوائين، ٻينوئي ٻيس رمـاوي.
نگري تينون لاج نـــي آوي.

سيڻ گنائت سڻ پاوي ايئان پاران، ٿارو مانڪيو جـــاوي.
نگري تينون لاج نـــي آوي.

ڪهي جلال سڻو پائي ساڌو، هاٿ مسلتي يو جاوي.
نگري تينون لاج نـــي آوي.

-------------

# ڪافي

هريا گهوڙا هرکي هاڪون، مئين هون مست فقيرا ري،
تين لوڪ سون ڪيلون نيارا، سانئڙ لِيجو ٻِيرا ري.
سونو روپو مرت لوڪ ۾، اي پر لوڪ ڪٿيرا ري،
ڪنڪر پٿر دنيا پروٿي، سنت پروٿي هيرا ري.
بيک ڀڳت را ڀڳوان پهريا، نوان رنگارا چيرا ري،
اٺ سٺ گهٽ ۾ تيرٿ نائي، نام نرملا نيرا ري.
تين لوڪ ۾ باجي تندورا، چوٿي لوڪ منجيرا ري،
ڀاو ڀجن ڪا ڀوجن ڪيا، امرت لاڏو سيرا ري.
سستر پاٽي ايسا رگٽا، جون جون جتن جيرا ري،
لاڳا ڊڙاڪا ڍيل نہ ڪرٽي، جهڳڙا هي جلدي را ري،
ڪيٽي هستي لڙتا ديکيا، لڙتا ڪوڏ وزيرا ري.
ڏرجڻ ڏاڪي مار هٽايا، جاءِ ڏيا جب گهيرا ري.
ڀڳان بنان اڪ پيندو بيهي، چلٽا بن سريرا ري،
سبڌ تري هسوار پريتا، اگر ڏيس ۾ ديرا ري.
دريا خان ستگرو صا حب مليا، ڪندڙي مانهہ ڳنڀيرا ري،
ڪهي جلال سنو ڀئي ساڌو، پرم نگر گهر ميرا ري.

-------------

# ڪافي

هم پيا ڪي ناري ري.

دنيا ديواني، خلق اگياني،
سمجهي نهين سنساري ري.

جڳت سيائي ڪل ڪي ٻائي،
سوئي سڪل سون نياري ري.

جڳت ڏهاڳي، مئين سهاڳي،
پرٽيو هون گهر ٻاري ري.

جلال پايو اي جس گايو،
پرٽيا بيند بياري ري.

-----------

# بيت

سورج اولڳ انڌارا ڪيا،
رين پڙي اجواڙا ڪيا.
بانجهه ٻيٺي ني ٻيٺا ڄايا،
ڪوڪي اٺ ڍول وڄايا.
پنگلا چڙهه سکر کو ڳايا،
لوڪ ننگر کو جووڻ آيا.
هولي مار هولا پڇايا،
ٻڪري ٻاڍ ڪيٺي ڪپايا.
چڙيا پي سمنڊ ڪٺايا،
ڪيڙي مک هستي سمايا.
ڌرتي اوپر آڪاش ڇايا،
ڌرتي وس آڪاش پڇايا،
اڌر ملبي اڪ باغ بنايا.
ڦولون هي ڏو ڦل لڳايا.
اوهو ڦل کهين ورلا کايا.
ستگر دريا خان بيد بتايا،
ٻچڙيا هنسني هنس ڦير ملايا،
مل جلال اگم گڻ گايا.

----------

# واٽي

کيا کهون کچ کهيو ني جاوي، منان کالو کهي سنسار،
من لاگي ميري مانهلي مانهين، تن پيتر اک تار،

( هي واٽي گهربل آهي. هن واٽيءَ جو صرف ايترو حصو هٿ لڳو آهي )

-----------

# ڀڳت خوشحال داس جو چيل پروانو
## تاريخ 24 – آڪٽوبر 1991 ع

زنگيجي جنگ جيت کي، روحل ڌاريو روپ،
ڏسئي ويري وس ڪري، هو گيا سنت انوپ.
شاهو، غلام علي، خدا بخش،دريا خان فقير،
اپني ڪرني ڪر گئي، هوءِ گيا سنت سڌير.
دريا خان در ڪول کي،ڪر ديا قرب ڪمال،
ٿهل ڪري ٽالپر اوپر،هوءَ گيا داس جلال.
جلال جوڳي جڳت ڪا، شش مير محمّد ڏير،
علي محمّد کي اگيا سون ٻٽيو،امير حسين فقير.
جلال جوڳي جڳت ڪو، ايسي ڪاڍي سار،
ڪري سنگت شاهنواز ني،ڏينو پو جل پار اتار،
پوجل هوءِ گيا پار، سنگ عنايت علي سائين،
قادر بخش پہ ڪرپا ڪي، پڪڙي وا نکي بانهين،
سنت بڙي پر مارٿي، سب ڪا ساڌين ڪاج،
داس جلال ڪي وينتي، راکو هماري لاج.

------------